آهي ۽ ٻيو جو ابناسي پرش آهي اُنهيءَ کان اُتم آهي انهيءَ ڪري اُنهيءَ کي لوڪ ۽ ويد پرماتما ڀڳت مونکي پرڪوتم ڪري ڄاتو آهي تنهنکي ڇا ڪرڻ آهي؟ اُنهنکي هميشه منهنجو ڀڄن ڪرڻ گهرجي هي انهيءَ ڀت شاسترن ويدن جي رستي مونکي سڃاڻي ۽ مون منجهه هڪو نشچو ڪري اُهو ضرور مڪت پائيندو انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي —

[ پندرهون ادياءُ پورو ٿيو ]

---

## سري گيتا جي ١٥ ادياءُ جو مهاتم شروع ٿيو



سري نارائڻ چوي ٿو هي لڇمي اُتر ڏيهه ۾ هڪڙو نرشنگهه نالي وزير هو سکنام راجا هو وزير ڏاڍو هشيار هو راجا جي من ۾ اهو خيال هو ته هي منهنجو وزير تمام چڱو آهي ۽ وزير جي من ۾ اهو کوٽ هو ته راجا کي ماري مان راجا ٿيان انهيءَ طرح ڪيترائي ڏينهن گذري ويا هڪڙي ڏينهن ڏاڍ ته سڀ سڀيا پيا آهن ۽ راجا اڪيلو سمهيو پيو آهي اهو وجهه ڏسي راجا کي ماري وڌائين ۽ پيا جيڪي اُتي سڀيا پيا هوا اُنهنکي به ماري ڇڏيائين ۽ پاڻ راجائي ڪرڻ لڳو ڪيترائي ڏينهن راجائي ڪري مري ويو ۽ جم ڏرمراءِ وٽ ويا ويس ڏرمراءِ چيو ته اي جمدوتو هي وڏو پاپي آهي هنکي وڏي گهور نرڪ ۾ وجهو — هي لڇمي انهيءَ ريت اُهو پاپي ڪيترا نرڪ ڀوڳي گهوڙي جو جنم پاتائين ۽ هڪڙي گهوڙن جي

جو اُڌار ڪندين ٿيندو تڏهن ڌرمراءَ چيو جڏهن گيتا جي چوڏهين
اڌياءَ جي پاٺ جو پاڻي اوهان کي ملندو تڏهن اوهانجو اُڌار
ٿيندو سو هي راجا اهي ٻئي ڌرمراءَ جي ور ڪري مڪت ٿيا
تڏهن راجا نمسڪار ڪري پنهنجي گهر آيو - ۽ پنهنجي پنڊت
کان روز ڪٿا جو چوڏهون اڌياءُ ٻڌڻ لڳو ۽ راجا جو ٻـ ٻڌنديئي
اُڌار ٿيو ۽ ديه تياڳي وئڪنٺ ڏي روانو ٿيو - سري نارائڻ چيو ته
هي لڇمي شوجيءَ چيو ته هي پاربتي اهو چوڏهين اڌياءَ جو مهاتم
آهي جو تو ٻڌو -

( اِت سري پدم پراڻي ستي ايشر سنباڌي )

[ چوڏهون اڌياءُ پورو ٿيو ]



## سري گيتا جو پندرهون اڌياءُ شروع ٿيو

سري ڀڳوان چوي ٿو هي ارجن هي سنسار
وڻ جي مثال آهي - هن وڻ جو ڪهڙو حال
آهي سر مٿي آهي هن جون ٽاريون هيٺ آهن
اونڌو وڻ آهي جڏهن ماڻهو ماءُ جي پيٽ ۾
هوندو آهي تڏهن هنجو سر هيٺ هوندو آهي هي
ارجن هن جو منهن ٿڙ آهي ۽ هٿ پير هن وڻ
ٽاريون آهن جڏهن پيٽ مان ٻاهر نڪرندو آهي
تڏهن اُبتو ٿيندو آهي - انهيءَ ڪري اُبتو وڻ آهي
هي ارجن هن کي پياس چوندا آهن هنجو ارٿ ٻڌ - آتما ابناسي
آهي ۽ ديه بناس آهي انهيءَ ڪري هنکي ابناسي چوندا آهن ۽
بناس به چوندا آهن ۽ ويد هن وڻ جا پن آهن - هن وڻ کي جيڪو
سڃاڻي اُهو پورن ويد جو پنڊت آهي هي وڻ مٿي برهما جي لوڪ

جي چڪ ڪان سهو رت ڳاڙهيندو پڻي ڏٺو - پڇندي پڇندي
۽ ڪڙو نلاءَ پاڪڙي جو پرڀل هو ۽ اُنجي پرسان هڪڙي ساڌ
ڪٽيا هئي اُنهيءَ ٿلاءَ ۾ سهو وجي ڪرنو ۽ ڪتو بہ اُنجي
وجي ڪريو ايتري ۾ راجا بہ گهوڙو ڀڄائي اچي پهتو ڏسي ته پڻي م
آهن ۽ ديو ٿائن جي ديھ پائي وئڪنٽ ڏي وڃن ٿا ۽ راجا کي
ڏسي ڏنيو اھ ڏيڙ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته هي راجا توں ڌن آهين تنهن
پرتاپ ڪري اسان ديو ديھ پاتي آهي راجا پڇڻ لڳو ته اُهو ڪ
اُهو. هنهي چيو ته اسانکي نٿي خبر پوي - هن ڀاڪيءَ هي چهڙ ڪر
اسان هيءَ ديھ پاتي آهي راجا چيو ته منهنجا ڌن ڀاڳ آهن جو اوها
جو اُڌار ٿيو ۽ هو وئڪنٽ ويا راجا ڪٽيا ۾ اُن ساڌوءَ وٽ آيو
جنهنجو درشن ڪيو ۽ پڇڻ لڳو هي سنت هن ڳالهه جو موکي سمجه
ٿي پيو آهي ته سهي ۽ ڪتي جو ڪئن اُڌار ٿيو سنت چيو هي راجا
هي جيڪو ڀاڪي آهي اُتي منهنجو گرو روز اشنان ڪري گيتا جي
چوڏهين اڌياءَ جو پاٺ ڪندو هو ۽ مان بہ اشنان ڪري گيتا جو
پاٺ ڪندو آهيان - راجا چيو ته سنت ڌن آهن جنهنجي پرتاپ
ڪري اهڙين جوڻين جو اُڌار ٿئي ٿو منهنجا بہ ڌن ڀاڳ آهن جو
اوهان جو درشن ڪيم سنت چيو ته هي راجا توں ڪتي جو راجا
آهين؟ راجا چيو ته مان سنگلديپ جو - هي سنت موکي هنن جي
اڳين ڪٿا ٻڌايو ته اهي ٻئي اڳين جنم ۾ ڪير هوا - سنت چيو ته
ي راجا، هي سهو ۽ ڪتو ٻئي اڳين جنم ۾ برهمڻ هوا سهو پنهنجي
رم کان ڀرشٽ ٿي پيو ۽ ڪتي پنهنجي استريءَ کي ڏاڍو هلاڪ
ڪيو ۽ استريءَ زهر ڏيئي ماريس - هي راجا ٻئي مري ڌرمراءِ وٽ
ڌرمراءِ حڪم ڏنو ته هڪڙي کي سهي جو جنم ڏيو ٻيو جيڪو آهي
يءَ کي. ڪتي جو تڏهين ٻنهي پڪار ڪئي ته هي ڀڳونت اسان

روپ هن کان پري آهيان اهڙيءَ ريت گڻن کي هلائي چلائي ڌ
وري ڪهڙو آهي - دک سک ۾ هڪ جهڙو، ناموس، گلا ۾ هڪ جهڙ
سون مٽي هڪ ڪري جاڻي آدر ۽ نرادر هڪ جهڙو جاڻي دشمن
سڄڻ هڪ جهڙو جاڻي ڪنهن ڪم جو اُدم نه ڪري هي ارجن تـ
تنهي گڻن کان پري رهڻ جو سوال ڪيو هو اُنهيءَ جا اهي اپچـ
آهن ۽ جنهن طرح انهن تنهي کان پري ٿجي سو ٻڌ ـــ هي ايشور
کي سڄاڻي مون مهجه پريت رکي ۽ مون ۾ من لڳائي ۽ ٻيو چا
ڪري هي پريه مان تنهنجو داس آهيان ۽ تون سڀني جو مالڪ
آهين مان اڌين آهيان ۽ اناٿ آهيان ۽ مان تنهنجي هڪڙي
گڻ کي بہ نہ جاڻان تو کان سواءِ ٻيو ڪو ايشور ڪونهي ۽ مان
هن ڪرمن ۾ ڦاٿو پيو آهيان تون هن جي ناس ڪرڻ وارو آهين
۽ مان تنهنجي شرڻ آهيان تون سڀ جو آسرو آهين هي ارجن
جيڪو اهڙيءَ طرح مهنجو داس ٿئي آهو ابناسي ٿئي ۽ مهنجي
ٿي سرڻ اچي سو اُهين تنهي گڻن کان پري ٿئي تو سو اُنهيءَ ديـ
مان ٿئي تو ۽ مڪت پائي تو اُهو رستو تنهي گڻن کان پري رهڻ
جو آهي ۽ اُنهن کان پري مان آهيان. ڪهڙو آهيان؟ سو اُنهيءَ
آتما جو پرتاپ ٻڌ ايترين ڳالهين جو نالو برهه آهي هڪڙو ته هي
جيڪا ساري وشو آهي اُها برهم روپ آهي هڪڙو ويد، پراڻ
شاستر، اهي سڀ سياءُ جا ۽ سڀني جو برهم آهي مڪت جو مان بہ
برهم آهيان مڪت جو ڌام بہ وئڪنٺ آهي اُنهيءَ جو نالو بہ برهم
آهي انهن سڀني برهمن جو مان ايشور آهيان اُنهن سڀني جـي
وچين مان آهيان سو برهم ڪهڙو آهي، ابناسي آهي اصل آهي
ڌرم روپ هن تنهي لوڪن ۾ ويا پڪ آهي ۽ اُنهن کان پري بہ
آهي گڻ، گرام، سک، سهندر - پرمانند سهند رڀڳوان سڀ جو

اندرين ۽ سوجهرو ۽ من ۽ نرمل سوجهرو - اگيان روڳ
ارجن انهيءَ طرح هي ساتڪ گڻ سان ٻڌو پيو آهي. هاڻي
گڻ ٻڌ ڪٽنب جي اوڪ سان موهه هي منهنجو آهي هي
آهي ۽ مايا ملڻ جي آشا انهيءَ طرح هي رجوگڻ سان ٻڌل
تامس گڻ ٻڌ. تامس گڻ جيڪو آهي تنهنکي تون اصل
سمجهه گوبند جو وسرڻ. آلس ٿيڻ - ننڊ ٿيڻ انهيءَ طـ
تامس گڻ ۽ ٻڌل آهي - ننڊ آلس - پرميشور جو وسرڻ
ٿيڻي ديهه ڌارين ۽ آهي ۽ هر ڪنهنجو پنهنجو پرتاپ ڌارڻ ڌا
اهي ٿيڻي تامس مان پيدا ٿيل چاڻ - ۽ اجس جا گڻ ٻڌ ڪا
ڪان سواءِ نه رهڻو — اگيان - پرميشور کي نه چاڻڻو — ا
تمو گڻ مان پيدا ٿيا آهن اهي ٿيڻي گڻ ديهه ۽ آهن - ڪڏه
ساتڪ ڪڏهن راجس ڪڏهن تامس اهي ڪڏهـن وڌن
ڪـڏهن گهٽجن ٿا - جڏهن سيني ديهه جي دوارن ۽ پرڪـا
ٿئي. اکين ۽ ڪن ۽ نڪ ۽ ساهه چڱيءَ ريت هلي ۽ ڪنن ۽ آواز ڇڱا
طرح پهچي ديهه بيمار نه هجي هيٺان ٻئي دوار به صفا هجن ۽ من
پرميشور جي ياد ڪيري هجي جڏهن منجهس اُهي لڇڻ هجن تڏهن
سمجهي مون ۽ ساتڪ گڻ آهي ۽ جڏهن رجو گڻ ايندو آهي
تڏهن مايا ڪٺندي آهي ۽ لوڀ ٿيندو آهي ۽ لالچ ڪري وجي
ڪم ڪري ۽ ڪڏهن به ڪم ڪان سواءِ ۽ ڪامنا ڌڻ ڪان سواءِ
نه وهي تڏهن سمجهي ته رجو گڻ آهي ۽ جڏهن تامس گڻ وڌندو
آهي تڏهن سيني دوارن ۽ پرڪاش گهٽ ٿيندو آهي ۽ پرميشور
جو وسرڻ، پٽ استريءَ سان موهه وڌندو آهي تڏهن سمجهي ته
تامس گڻ آهي —
هاڻي پيو ٻڌ — جڏهن ساتڪ گڻ ۽ ديهه ٿياڳي تڏهن

ٿو ته ڏٺائين ته هڪڙو ساڌو گيتا جي تيرهين اڌياءَ جو ويٺو پا[…]
ڪري ۽ ٻاڌ ويهي ٻڌڻ لڳي جڏهين ساڌو پاٺ ڪري پورو وڌو
ايتري ۾ چنڊالڻيءَ جي ديهه ڇٽي ۽ ديوتائن جي ديهه پاتائين آڪا[…]
مان وواڻ آيا ۽ اُنهيءَ ۾ چڙهي وئڪنٺ ڏي وڃڻ لڳي تڏهين
ساڌوءَ پڇيس ته اڙي چنڊالڻي ته ڪهڙو پن ڪيو جنهنڪر[…]
وئڪنٺ ڏي وڃي ٿي تڏهن چنڊالڻيءَ چيو ته هي سنت مو[…]
تنهنجي انهيءَ پاٺ کي ٻڌو آهي تنهنڪري مان ديو لوڪ ڏ[…]
وڃان ٿي تڏهين ڪنارن کي چيائين ته اهڙو ڪو اُپاءُ ٻڌايو جنهن[…]
شينهن موٽڪي ڪاڏو هو اُن جي به مڪتي ٿئي ۽ ساڌوءَ کي هٿ[…]
ڏي وينتي ڪري چوڻ لڳي هي سنت گيتا جي هڪڙي سلو[…]
جو پاٺ شينهن جي نمت ڏي ته شينهن جو موڪ ٿئي تڏهين[…]
اُنهيءَ سنت هڪ سلوڪ جو ڦل شينهن جي نمت ڏنو ۽ اُن شينهن
جي به مڪتي ٿي پئي وواڻن ۾ چڙهي وئڪنٺ روانا ٿيا، سري
نارائڻ چوي ٿو هي لڇمي شو جي چوي ٿو هي
پارٻتي هي تيرهين اڌياءَ جو مهاتم آهي جو
تو ٻڌو —

ا ات سري پدم پراڻي ستي ايسر سنباڌي )
( تيرهون اڌياءُ پورو ٿيو )

## سري گيتا جو چوڏهون اڌياءُ شروع ٿيو

هي ارجن مان توکي پرم گيان جو گيانن
ڪان اُتم آهي سو ٻڌايان ٿو جنهن گيان جي
ڄاڻڻ ڪري منهنجا ڀڳت ، منيشور سڌ ، منهنجي
پرمانند ابناسي پد کي پائين ٿا جن منهنجي

ڏيا پرتاپ ڪجھ بہ نہ آهن جتن سورج سوير جي مهل اڀرندي ڪان
پرتاپ ڪندو آهي تہ يڪدم سڀني ملڪن ۾ پرڪاش ڏيي ويندو
آهي ائين نہ ڏيندو آهي تہ اول هڪڙي هنڌ پوءِ ٻئي هنڌ ڏئن ٻرهر
ڪان وٺي ڪٽليءَ تاءِ ساري سنسار ۾ هڪئي دفعہ سڀني جيون کي
پرڪاش ڪريانٿو - هي ارجن هي کيتر جو سرير ۽ کيتري جو هي
جيو آهي ۽ کيترگ جو مان آهيان - ڪهڙو آهيان ؟ اکين کواڻ
شرط جيو سرير کي پيدا ڪريان ٿو جيڪو بہ جيو گيان جي اکين
سان منهنجو پرتاپ ويچاري منهنجي اُستت ڪري تہ سري ڪرشن
ڀڳوان ڌن آهي جو هڪ کن ۾ سارو سنسار پيدا ڪريٿو اهڙو جو
ايشور سامرت آهي ۽ اهڙو ٻر ٻرجي آهي اُهيءَ کي منهنجي نمشڪار
آهي نمشڪار نمشڪار نمشڪار آهي ٻي دفعہ بہ منهنجي نمشڪار
هي جيڪو پرش مونکي اهڙيءَ طرح ڄاڻي ۽ منهنجي اُستت ڪري
هيءَ جو ڦل ٻڌ - اهڙا پرش جمط مرط سنسار جي دکن کان پار
مون منجهہ اچي لئِ ٿين ٿا -

[ ٽيرهون اڌياءِ پورو ٿيو ]

## ري گيتا جي ٽيرهين اڌياءَ جو مهاتم شروع ٿيو



سري نارائڻ ٿو چوي هي
لڇمي دکن ڏيڻ ۾ هرنامان نالي
هڪڙو شهر آهي اُتي هڪڙي ٻاپڙ
استري رهندي هئي خراب ڪم
ڪري ماس شراب ڪباب پيئي
هڪڙي ڏينهن هڪڙي ماڻهوءَ سان
ڪرم ڪياءَ وري هنکي ڇيائين تہ ڦلاڻيءَ جاءِ تي مان توو ت

اهڙيءَ طرح موکي ڄاڻي منهنجي چرنن ۾ پريت لڳائين
ارجن پرڪرتيءَ پرکه جو بيان ڪري - پرڪرتي، مايا- پرکه، جيو
تون انادي سمجهه - جتي منهنجي آد انت ڪانهي -
کان مان آهيان تڏهين کان هي ٻه آهن ڄاڻي هنن جو
هيءَ ديهه اندريون، تت جو آهن اُهن سڀني کي منهنجي
پيدا ڪري ٿي ۽ ڪم ڪندڙ ۽ ڪم ڪرڻ جي جا شيءِ آهي
جي شيءِ جنهنمان ٿئي اهو سڀ جنهنمان ٿاهي اُهو ٿاهيندڙ
مثال ڪم آهي مٽيءَ جو ٿاسڻ اُنهيءَ ٿاسڻ جي ڪرڻ
مٽي آهي جنهنمان ٿاسڻ ٺهي، ٿا سو اُنهيءَ ٿاسڻ جو ٺاهيندڙ
آهي سو هي ارجن هيءُ سنسار جو آهي سو ڪم آهي اُهو ڪم
آهي هي سنسار، مايا جو سروپ آهي سنسار جو ڪم ٻه مايا
مايا مان سنسار پيدا ٿيو آهي سنسار جي ڪرڻ هاري ٻه مايا
سو اهي تيئي ڳالهيون مايا مان سمجهه - هي ارجن هي
بيابان مايا جو آهي ڄاڻي پرکه جو جيو آهي اُنهيءَ جو ارٿ ڪري -
مايا جو پيدا ڪيل جو سرير ٿالي هي شهر آهي جو هن سرير
ڏکه سکه ڀوڳڻ وارو جيو آهي مايا مان جو ديهه پيدا ٿي آهي
اندريون ۽ ٽي گڻ انهن سڀني کي ڀوڳي ٿو تنهي گڻن جي
ڪري جو هن جيو کي رنگ لڳي ٿو انهيءَ رنگ ڪري روڪجيو
وڃي - گڻن جي سنگت ڪري هي جيو ڄوطين ۾ ڄمو ڦري هي ارجن
ڄاڻي منهنجي ڳالهه ڪري - مان ڪٿو آهيان هن مايا ۽ جيو ڄاڻ
ڳڻ جي ڪٿو منهنجي اڳيان مزو ڏيهو اٿن - سو انهيءَ مزي جي ڏسڻ
وارو مان آهيان جيو ۽ مايا جي ڄاڻڻ وارو ٻه مان آهيان هي ارجن
اهي ٻئي موکي نمسڪار ڪن انهن ٻنهي جي نياءُ ڪرڻ وارو
مان آهيان هن جيو ۽ ديهه کان پري آهيان اُنهيءَ ڪري موکي

باهه — هوا جو انس ساهه آهي — آڪاس جو انس ٻورن آهي
پنجڻي وڏا ڀوت ديهه ۾ آهن ۽ من، ٻڌ، چت اهنڪ
اندريون پنج ڪرم اندريون پنج گيان اندريون آهن
اندريون ڪهڙيون آهن، اکيون، نڪ، ڪن، جڀ ڪاپ
پنج گيان اندريون آهن. ڪرم اندريون ڪهڙيون آهن ؟
پير، گديا، ڪل، لنگ اهي پنج ڪرم اندريون آهن - ڏچا يع
ڪل اُها سيني اندرين ۾ وياپڪ ۽ جيڀ ۾ ٻه گڻ آهن جڏهين سو
تي وٽي ٽڏهين اُنهيءَ ۾ گيان گڻ آهي جڏهين ڳالهائي ٿـي ٽڏهين
ڪرم گڻ اٿس — لنگ ۾ ٻه گڻ آهن جڏهين ڀوڳ ڪـو ڪري
ٽڏهين منجهس گيان گڻ آهي جڏهين پيشاب ٿو ڪري ٽڏهين
ڪرم گڻ اٿس اهي ڏهه اندريون جيم پنج اندريون آهن
اُنهن جا پنج ڪاڏا آهن ڪهڙا سي ٻڌ — اکين جو ڪاڏو روپ
[ ڏسط ] ۽ نڪ جو ڪاڏو خوشبوءِ وٺط. ڪنن جو ڪاڏو آواز ٻڌط
جيڀ جو ڪاڏو سواد وٺط ۽ ڪل جـو ڪاڏو ڪپڙا ڪوط ۽ خوشبوءِ.
اڳاڻط انهن پنجن اندرين جا پنج ڪاڏا آهن انهن مان ئي سار
سرير ٽيهو آهي هي سرير روپي شهر ۾ جيڪا آبادي آهي سا ٻڌ - چڱي
...ئي ڪاڻط جي مرضي، خراب شيءِ جي نه مرضي. ڪڏهين سڪ
...ڏهين ڏکر اهي چار هن ۾ آهن انهن چئن ڳالهين جـي هن ۾
...ڇل آهن هي ارجن هن سرير کيتر جـو بيان مون ٿو کي چڱيءَ
...ٻڌ ايو آهي ۽ جن ساڌن ڪري منجهو گيان ٿئي اُهـي
...ن ٻڌ. پهريون ته هي نرمان رهي، پوڄا ۽ مانيا نه ڪرائي، ڪرو
...ٽي نه وڃي من و چن، ڪرم ڪري سيني جو شيوڪ ٿي رهي
...ئي ٻه نه هڄي ٻلٽي هٽي اکيون بند ڪري ٻه نه وهي ٿو
...منجهن نه وٿو ڪوسري مهنت آهي ۽ اندر واشنا اٿس ته ڪيڄـ

# سري گيتا جو تيرهون اڌياءُ شروع



ارجن چوي ٿو هي پڀو پر ڪرت چا کي
چون ۽ پرکرہ چا کي ٿا چون؟ کيتر چا کي ٿا چون
۽ گيان گئيون چا کي ٿا چون؟ هي سوامي اِ
ڪرپا ڪري ٻڌايو سري نارائڻ ٿو چوي ه
ارجن هيءَ جا ماڻهوءَ جي ديه آهي اُنهيءَ کي کيتـ
چون ٿا انهيءَ کي ڄاڻو ٿا چون جڏهن هي جيءُ چوراسي
ڀوڳي ماڻهوءَ جي ديه ۾ اچيٿو تڏهن چيتن ٿئي
ٿو. ڪهڙو چيتن؟ پرميشور کي سڃاڻي ٿو
۽ پاپ پنيه کي سڃاڻي ٿو ڇو جو هن ديه کي پائي خراب ۽ چڱو
ڪم ڪري ٿو ۽ پاپ پنيه جو ڦل پائي ٿو — ديه ڌارڻ کي ڏکو
پاپ آهي نڪو پنيه آهي ماڻهوءَ جي ديه کي پاپ پنيه ٿئي ٿو
ڇيترين شين جو هن سرير ۾ ڏاٽ آهي ۽ جيڪو اُن کي سمجهي
ءِ تت ڄيتا پرکر آهي ۽ کيترگيہ اُنهيءَ کي چون ٿا جيڪو سرير
و ٻيو کيتر کي ڄاڻڻ وارو هجي — اُهو هي ارجن تون مونکي ڄاڻ
سمجهي گيان ڪري کيتر کيترگيہ ٻنهي کي ڄاڻڻي — سو اهو
سمجهي مٿي جو گيان آهي — ڄاڻي کيتر جيڪا ديه آهي اُنهيءَ
وستار ٻڌ هن ديه جو ڏاٽ ڇيترين شين مان ٺهي ٿو — هنڌجو
ن رکيشرن گهڻن قسمن سان چيو آهي ۽ ويدن ۾ چيو آهي
رجن مان توکي چڱيءَ طرح ٿو ٻڌايان تون ٻڌ — سرير کيتر
تت آهن پرٿوي، جل، هوا، آڪاس، باه، پرٿويءَ جو انس
ماس آهي — جل جو انس رت آهي ۽ باه جو انس
۾ باه آهي جيڪا کاڌو ۽ پيئون شيون پچائي ٿي آ

هي براهمڻ تنهنجي ڪهڙي ڪا منا آهي تڏهن ٻراهمڻ اڳين ـنجي ڳالهه ڪري ٻڌايس تڏهن سري نارائڻ چوڻ لڳس هي براهمڻ آنهنڪي سري گيتا جي ٻارهين اڌياءِ جو پاٺ ڪري ٻڌاءِ ته اُنهن پنهي جو آڌار ٿيندو تڏهن برهمڻ سري نارائڻ جي اُستت ڪئي ۽ آشيرواد ڏئي سري نارائڻ وري وئڪنٺ ڏي روانو ٿيو ۽ برهمڻ ديوي جي مندر ۾ اچي ديوي جي اُستت ڪئي، ديوي خوش ٿي . برهمڻ چيو هي جڳت جنني، سري نارائڻ هي حڪم ڏنو تڏهن ديوي چيو هي برهمڻ تون هنن پنهي کي پاٺ ٻڌاءِ جنهن ڪري هنن جو اُڌار ٿئي تڏهن ڪيڏي ۽ لنچپت کي وهاري گيتا جي ٻارهين اڌياءِ جو پاٺ ٻڌايائين ٻڌندي شرط اُنهن پنهي جي ديه ڇٽي ديوتائن جي ديه پائي وئڪنٺ ڏي روانا ٿيا ديوي ڏسي خوش ٿي برهمڻ کي چيائين برهمڻ اچ ڪان وٺي منهنجو نا ويندو ديوي ٿيو - هن پاٺ کي ٻڌي اهڙا پاپي مڪت کي پرا ٿيا آهن ۽ هن شهر جو راڄ مون توکي ڏنو ايترو چئي ديوي انتر ڌيان ٿي ويئي ۽ برهمڻ پنهنجي گهر ويو سڪانند راجا جي گهر ۾ ڪو اولاد ڪونه هو تنهن هن برهمڻ کي گهرائي راجائي ڏيئي پاڻ جهنگ ۾ تپ ڪرڻ لاءِ ويو ۽ برهمڻ بي اُلڪي راڄ ڪرڻ لڳو سري نارائڻ چوڻ لڳو هي لڇمي شو هي چوڻ لڳو هي پارپتي اهو ٻارهين اڌياءِ جو مهاتم آهي جو تو ٻڌو —

[ ات سري پدم پراڻي ستي ايشر سنباڌي ]

( ٻارهون اڌياءِ پورو ٿيو )



ڀڳتن کي ڪرڻ گھرجن انھن تي مان ريجھان ٿو ۽ پيءُ ڪا به ڀڳ...
انھن کان ڪانه رھي • ھي ارجن تنھنجي من جو خيال مون
لڳو آھي ته ڪي ڪجھه به ڪرڻو ڪونهي ته مون مڪت ٿيو آھين
جيڪڏھين پڪو خيال تنھنجو مون ۾ نه آھي ته اڀياس جوڳ ڪ...
ھي اڀياس جوڳ آھي جڏھين من منھنجو سمرڻ ڇڏي ٻـي پاسي
جو خيال ڪري تڏھين من کي ٻئي سان روڪي مون منجھه نشچل
ڪر - اھڙو جو نالو اڀياس جوڳ آھي ھي ارجن جيڪڏھن تو کان
اڀياس جوڳ نه ٿئي ۽ من ۾ منھنجو ڌيان نه لڳي ته من ريت
ڪر - پراتڪال وقت کان وٺي رات تائين منھنجي پوڄا ڪر
جڏھين منھنجي لاءِ تون پوڄا ڪندين تڏھين تون سنسار کان
مڪت ٿيندين جيڪڏھن پوڄا به ڪري نه سگھين ته ھئين ڪر -
ٻئي ھٿ ٻڌي منھنجي چرنن کي نمسڪار ڪر ۽ زبان سان ھئين
چؤ - ھي سري ڪرشن ڀڳوان مان توھان جي سرڻ آيان جڏھن
اھڙي طرح منھنجي سرڻ ۾ ايندين تڏھين تنھنجو مـن منھنجي
چرنن ۾ نشچل رھندس - ھي ارجن اڀياس کان گيان اُتم آھي
ڪهڙو گيان؟ منھنجي اُستت ڪرڻي ۽ ٻڌڻ ۽ گيان سـان
منھنجي ڌيان سان ملڻو اھو اُتم آھي جڏھين منھنجي ڌيان سان
...جڙي تو تڏھين سڀني ڪرمن جا ڦل تياڳ ڪن ٿا جنھنڪي منھنجي
ڀڳت ملي ٿي ۽ منھنجو ڀڳت ست پد کي پائي ٿو اُنھيءَ جا لڇڻ
...ٿ - ڪنھنکي به خراب نه سمجھي ۽ سڀني جو مائٽ ٿي رھي ۽
سڀني تي مهربان رھي ۽ اھنڪار ۽ موه کان ٻري رھي ۽ ڏکه سک
...ڪ جھڙو ڪري سمجھي ته ھي جيڪي آھي سو منھنجو نه آھي ۽ نه
...ان ئي آھيان سڀ ڪجھه ايشور جو آھي ۽ سدائين ڌيرج رکي
...۾ رھي ۽ مون سان مليو رھي ۽ سنسار جي واشنائن کان آتما



## سري گيتا جو ٻارهون اڌياءِ شروع ٿ

ارجن چوي ٿو هي پرڀو ڪي اوهانجا ڀڳت
ڪمل نين جا اُپاسڪ آهن ۽ ڪي اوهانجي
نرگن جا اُپاسڪ آهن ۽ ڪي ابناسي روپ جا
اُپاسڪ آهن ڪي اوهانجي آنند روپ ديس
جو من ٻاڻيءَ کان پري آهي انهيءَ جا اُپاسڪ
آهن انهن سڀني ۾ چڱو اُپاسڪ آهي سو ڪهڙو
آهي اهو ڪرپا ڪري ٻڌايو سري ڀڳوان چوي
ٿو هي ارجن هي جو منهنجو ڪمل نين ڪاهر روپ
آهي سو من جو ڪو نشچو مون ۾ رکي ۽ چت کي
ئي ٻاسي نه ڊوڙائي ۽ ڏاڍيءَ پريت سان جو هن ڪمل نين کي
ا ٿو چين اُنهيءَ منهنجي خيال ۾ اُتم آهن ۽ چڱا آهن هاڻي ٻي
ا ابهه ٻڌ ڦريا ۽ ابناسي آهيان جنهنجي وڌائي چوڻ کان ٻاهر
ي اُنهيءَ ڪري انرو ديس چئجي ٿو جو اکين کان به پري آهي
ي ڏسڻ ۾ نٿو اچي تنهنڪي اپ گت چون ٿا ۽ سروه ويا پڪ
ب ۽ من ڪري هن جو پرتاب چئوڻ ۾ نٿو اچي انهيءَ ڪري
ت چئجي ٿو انهيءَ ۾ ڪو به وڪار ڪونهي ۽ گهٽ وڌ به نٿو
انهيءَ ڪري اسٿت چون ٿا ۽ پنهنجي جاءِ کان ڪڏهين
به نٿو انهيءَ ڪري نهچل چون ٿا - اهو پرتاب منهنجي اپ
سروپ جو آهي هناجي جيڪو پوڄا ۽ سمرڻ ڪري ٿو اُنهيءَ
چرڻ ٻڌ - جن ساڌن ڪري اپ گت کي پائجي - تي ساڌن
ڪير ته سڀني اندرين کي جيتڻو ۽ سڀني سان هڪ جهڙو رهي ۽
کي سکه ڏئي ۽ چوي ته هي ابناسي هي ڀڳت وچل سي
رڻ انهيءَ ڪري اپ گت سروپ کي پائيندو - ٻيو ٻڌ - هي

پٽ ٿيو آهيان — ۽ ڪيترائي ڀيرا تنهنجو ڀي ٿيو آهيان هي
پوٽ ڏان آهي جنهن مونکي ماريو ۽ گيتا جي پاٺ ڪندڙ ڪري
منهنجي مڪتي ٿي آهي - راجا وري چيو هي پٽ تون منهنجي
گهر ۾ ڪڙو ئي پٽ هئين هاڻي منهنجي گت ڪير ڪرائيندو ڇو
ڪو مونکي اولاد ڪونهي تڏهن پٽ چيو ته هي راجا جنهن ڪل
۾ ڪڙو گياني هجي انهي ڪل جو اڌار ٿئي ٿو- هي پتا تون
ڪابه چنتا نه ڪر هاڻي مان نارائڻ جو واهن ٿيو آهيان جڏهن مان
نارائڻ جو درشن ڪندس تڏهن توهان جي ڪل جو اڌار
ٿيندو ۽ ايڪيهه ڪل تو ڏانجا ترندا تڏهن راجا چيو ته ڇڱو وڃ
تڏهن وانن ۾ چڙهي ويڪنٺ ڏي ويا ۽ انهي برهمڻ کان راجا
يارهين ادياءُ جو پاٺ سکيو ۽ من ۾ چيائين ته پٽ ياد ڪئي هاڻي ڪابهي
راجا سڀ تياڳ ڪري گيتا جو پاٺ ڪرڻ لڳو ۽ تلسيءَ ۾ پاڻي
وجهڻ لڳو سادو برهمڻ ويندا رهيا ۽ راجا به پرم گتيءَ جو لائق ٿيو —
سري نارائڻ تو چوي ته هي لڇمي شو هي تو چوي هي پاربتي اهو
يارهين ادياءُ جو مهاتم آهي جو تو ٻڌو —

[ اِت سري پدم پراڻي ستي ايسر سنباڌي ]

[ يارهون ادياءُ پورو ٿيو ]



ٻڌسي ويٺو آهين ۽ تنهنجا ڪرم ته ڇڏ الن جهڙا آهن هي نه ڏسي ۽
تنهنجي ٻئي وٽ برهمڻ جو ماس سرڻ ويٺي ڪائي ۽ تون ويٺو
ڏسين هنکي ڇڏائين ۽ نئو انهيءَ ڪري تون ٻاپي آهين هي تي پاپي
نرڪ ۾ ويندا آهن هڪڙو ته ڪنهنکي چور ڦريندو هجي يا ماريندو
هجي ۽ هنجو سنگتي هجي اهو نه ڇڏائي ٢ــ هڪ ٻاسي وچن ۽
پاڻ ۾ ٻه سنگتي هجن ۽ انهيءَ ۾ هڪڙو روڳي هجي ۽ انهيءَ جي خبر
هــو پيو نه ولي ٣ــ ڪنهن ماڻهوءَ کي جن هجي ۽ جيڪو ڪيندڙ
هجي اهو نه ڪيڻي - هي ٽئي پاپي نرڪ ۾ ويندا ۽ جيڪي سڀ
جيون تي ديا ڪندا انهنکي اشميد يگيه جو ڦل ملي ٿو. هي ٻئي
ڪنڌ ۽ برهمڻ منهنجي سراپ ڪري تون ڀوت ٿيندين - تڏهن
مان هنجي شرط ڀس ۽ ڇيو ماڻس ته منهنجو اڌار ڪڏهن ٿيندو
تڏهن برهمڻ چيو ته تون جڏهن ٻارهين اڌياءَ جو پاٺ ٻڌنديـن
تڏهن تنهنجو اڌار ٿيندو ۽ جڏهن ڀوت پنهنجي ڳالهه ڪري بس
ڪئي تڏهن برهمڻ چوڻ لڳو هي راجا ڇا ٿو چوين تڏهن راجا چيو
تـه هنجو اڌار ڪر ۽ منهنجي پٽ کي جيار تڏهن برهمڻ ٻارهين
اڌياءَ جو پاٺ ڪرڻ لڳو انهيءَ ڀوت تي پاٺ جو پاڻي وڌا
انهيءَ وقت ئي ڀوت جي ديهه ڇٽي. ديوتــا جي ديهه ورتائين
جيڪي اڳي جيو ڪڍا هوا انهن جو ٻه اڌار ٿيو راجا جو پٽ ٻــه
اٿيو - سانورو سروپ ۽ چار ٻانهون ڌاري اٿيو تڏهن انهيءَ ڀوت
چيو ته هي راجا تون پنهنجو پٽ وٺ جڏهين راجا پٽ کي ماڻڻ لڳو
تڏهين پٽس چيو ته هي راجا جنهن جي ڪل ۾ هڪڙو گياني هجي
انهيءَ جي ڪيترن ڪلن جو اڌار ٿئي ٿو هي راجا تون پاڻ گياني
آهين تڏهين راجا موهه ڪري چيو هي پٽ تون مونکي ڪڏ ڇ تڏهين
هن چيو ته پتا تون ڪنهنکي چوين ٿو مـان ڪيترائي ڀيرا تنهنجو

گهڻا ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن راجا پاٺ پڙهي گهر ڏي
ويو ۽ انهيءَ ڏينهن ڏه ٻارهن ساڌو شهر ۾ آيا ۽ اچي راجا کان جاءِ
گهريائون راجا هنن کي رهڻ لاءِ جاءِ ڏني ۽ هنن کي سيڌو ڏنائين ساڌو
رسوئي ڪري ڏاڍا خوش ٿيا پرڀات جي وقت راجا هنن جي درشن
لاءِ ويو ۽ سندس پٽ به ساڻس هو راجا اچي مهنت وٽ ويٺو ۽ گيان
گوشٽ ڪرڻ لڳو راجا جو پٽ به ٽهل ڪرڻ ۾ لڳي ويو انهيءَ جاءِ
۾ هڪڙو ڀوت رهندو هو انهيءَ ڀوت راجا جي پٽ کي ماري وڌو
نوڪرن وڃي راجا کي چيو ته هي راجا تنهنجي پٽ کي ڀوت
ماري وڌو اگرچ راجا اوڏي مهل ڪٿا ويٺي پڙهي تڏهن به پٽ
جي موه ڪري ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ چوڻ لڳو هي سنت اوهان جو
درشن ڏاڍو چڱو ٿيو جو هڪڙو پٽ هوم سو به ڀوت ماري ڇڏيو
تڏهن برهمڻ چيو ته راجا هل ته هلي ڏسون ته ڪٿي آهي - راجا
۽ برهمڻ - مهنت اٿي آيا راجا جو پٽ مئو پيو هو تڏهن برهمڻ چيو
اڙي ڀوت تون هن جو ڪري ٿي ڪريا ڪر ته هي ڇوڪرو اٿي
۽ توکي ٻارهين اڌياءِ جو پاٺ پڙهايان ٿو جنهنجي پڙهڻ ڪرڻ
تنهنجي مڪتي ٿيندي جيترا جيو اڳي ماريا اٿئي انهن جي به
مڪتي ٿيندي ۽ تون پنهنجي ڳالهه پڌاءِ ته ڀوت ڇا ڪاڻ ٿيو
هين تڏهن ڀوت چيو ته مان اڳين جنم ۾ برهمڻ هوس ۽ کيتيءَ جو
ڪم ڪندو هوس اٿي هڪڙو روڳي برهمڻ پٺيءَ ۾ اچي ڪري پيو
سندس بت مان رت وهڻ لڳو ۽ سڙڻ سندس بت مان ماس
ڪڍي ويٺي کاڌو ۽ مون ويٺي ڏٺو مون کي هنن کي ڪا به دَيا نه آئي
مان ڪڍي هن برهمڻ کي ڇڏايان ايتري ۾ هڪڙو ٻيو برهمڻ اٿي
انهيءَ ڏٺو ته هڪڙو روڳي برهمڻ پيو آهي ۽ سڙڻ ماس ويٺي
کائيس انهيءَ ڏسي مون کي چيو اڙي ٻني ڪندڙ برهمڻ تون جڏهن

ڏٺو سو انهيءَ روپ کي ڏسي هي ٻريو مان ڊڄي ويو آهيان سو هي
ڪرپالو هي ديون جا ديو هاڻي ڪرپا ڪريو ۽ موکي اڳيون ساڳيو
سروپ ڏيکاريو اُهو او ڌانجو روپ ڪهڙو آهي جو ڏاڍو سهڻو
مٿي تي مڪٽ رکيو آهي ۽ ڪنن ۾ ڪنڊل پيا آهن ۽ ڏاڍا سهڻا
گهنگهرا پيرن ۾ پيا آهن • ديب و پيتامبر پيل آهي ۽ ڳچيءَ ۾ ٻناجي
مالا پيتي اٿو ۽ هڪڙي هٿ ۾ لٺ اٿو ٻئي هٿ ۾ سنکه ، سدرشن
چڪر ، ٽين هٿ ۾ رٿ جي گهوڙن جي واڳ ، چوٿين هٿ ۾ چابڪ
اٿو - هي وسو روپ هي هزار پاڻين وارا ، هاڻي مونکي اُهو
ساڳيو چتر ڀڄ روپ ڏيکاريو — ارجن جي وينتي ٻڌي
سري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو هي ارجن هي وسو روپ
ون توکي خوش ٿي ڏيکاريو آهي هي ڪهڙو روپ آهي
پنهنجي آتما جو درشن مون توکي ڪرايو آهي — هي
ڪهڙو آهي سڀ کان ٻري آهي جنهنجو انت ڪونهي سو اهڙو
سروپ ايشور جو تو ڏٺو — چار ويد جيڪو پڙهي تنهن کي بہ
ل مشڪل آهي يگيہ ڪري توڙي پاٺ ڪري تيرٿن جو درشن
ب تپشيا ڪري دان ڪري پڄ ڪري تہ بہ هي درشن ڪرڻ
مشڪل آهي هي ارجن توکان سواءِ ٻي ڪنهن بہ هن منهنجي
کي نہ ڏٺو آهي — هي ارجن انهيءَ ڪري خوف ڇڏي ڏي
ٿيءُ ۽ منهنجو پريتوان ٿيءُ ۽ من جي پريت مون ۾ رکہ هاڻي
سروپ ڏس [ سنجيءَ چويٿو هي راجا ڌرتراشٽر ] سري
ڀڳوان ارجن کي اهي وچن چئي ساڳيو چتر ڀڄ روپ
هو روپ ارجن ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو هي
ي بہ پنهنجو روپ ڏس مان هڻ هاڻي سانت ۾ آيو
ڪرشن چوي ٿو هي ارجن هي جيڪو سروپ تو ڏٺو

ڪندڙ ماتا پتا ۽ پيو بہ سڀ اوهين آهيو . ڏاڏا، پڙڏاڏا بہ اوهين آهيو هي پڙڀو توهان جي هڪ هڪ روپ کي منهنجا هزار ڀيرا نمشڪار آهي توهانجي منهن، پيٽ، پٺيءَ، ڏائي پاسن، ساڄي پاسن ۽ وڙ جي هنڌ کي مٿي کي هي پڙڀو منهنجو هر هر نمشڪار آهي توهانجي ٻل، پرڪرم جو ڪوانت ڪونهي سڀني جي اندر ٻاهر اوهين آهيو هي سوامي مون توهانکي پنهنجو دوست سمجهي جيڪي اوکيائون ڪيون اڙو ڏهت ڳالهايو اڙسو ڇا چيو اڙ؟ اي ڪرشن منهنجو رت وٺي اچ، اي جادو منهنجو هي ڪرڪر، اي دوست منهنجي هيءَ شيوا ڪر، اهن ڪان وٺي جيڪي مون اوهانکي وڏ ڳهت ڳالهايو آهي ڪرپا ڪري معاف ڪندا هي پڙڀو مون توهانکي سچا تو ڪين هو جو اوهين اچڙا آهيو مان توهانجي وڏيائيءَ کي نہ ڄاتو هو - ٻي خبر هوس . هي پڙڀو جيڪا مون توهانجي کلندي او گيا ڪئي آهي ۽ توهان سان گڏ هڪڙي هنڌ تي سميو آهيان ۽ توهان سان گڏ هڪڙي آسڻ تي ويٺو آهيان هي ڪرپا نڌان منهنجي اوگيا معاف ڪندا - پڙڀو توهانجي وڏائي چوڻ کان ٻري آهي ليکي کان ٻري آهي هي پڙڀو استاور جيڪي هڪ هنڌ بيٺا آهن وڻ جبل . گائي ۽ جهنگر جيڪي هلن ٿا سڀني جا مالڪ آهيو ۽ سڀني جا گرو آهيو توهانجي برابر ٻيو ڪونهي انهيءَ ڪري اوهين ايشور آهيو توهانکي هن ديہ جي ڪري اشتانگہ نمشڪار آهي — هي ايشور اوهين سڀڪنهن طرح اُستت ڪرڻ جا لائق آهيو مون تي ڪرپال ٿيو — جئن پٽ جو ڏوہ پيءُ بخشيندو آهي جئن پٽ وزنا زال جو ڏوہ مڙس بخشيندو آهي انهيءَ طرح منهنجا سڀ ڏوہ بخش ڪريو - هي پڙڀو اڳ او هانجو روپ مون ڪڏهين ڪونہ

ڪريهي خوفناڪ روپ سان سڄي سنسار کي ڀري ڇڏيو اٿو — هي ديون جا ديو تو ها نکي منهنجو نمسڪار آهي — هي سوامي ماڻهي بس ڪريو ماڻهي مان خوش ٿيس هي سوامي تو هانجو انت مون ڏٺو ٿي سو او هانجو انت مان نٿو پائي سگهان تو هانجو آه انت هجي ته ڏسجي پر اوهين بي انت آهيو —

ارجن جا وچن ٻڌي سري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو هي ارجن اُنهنجو ڪال مان ئي آهيان هي جو مون وڏو روپ رکيو آهي سو انهنجي ناس ڪرڻ لاءِ رکيو آهي — هي جيڪي درجوڌن جا جوڌا آهن تن سڀني کي مان ناس ڪيو آهي تون فقط ڏالي جي لاءِ اُٿي جنگ ڪر ۽ انهن دشمن کي ماري ڏرتيءَ جو راڄ ڪر هي ارجن جيڪو ڏاڍي ٻانهه سان دشمن کي ماري تو اُهو راڄ پائي هي ارجن هي جوڌا مون اڳيئي ماري ڇڏيا آهن تون فقط ڏالي جو ماريندين ته ماڻهو چوندا ته هي سڀ جوڌا ارجن ماريا — هي ارجن هي جوڌا ڪهڙا آهن ڀريا ۽ دروڻا چارج ڪهڙو آهي جيترو تون هٿيارن جي وديا سکيو آهين انهيءَ ۾ به دروڻا چارج وڏو آهي ۽ سراپ ڪري به وڏيڪ آهي اهڙو ته دروڻا چارج آهي ۽ ڀيشم ڪهڙو آهي جنهنکي پنهنجي پيءُ سنتن جو ور ڏنو آهي ته هي پٽ جڏهين تنهنجي مرضي ٿيندي تڏهين تون مرندين اهڙو اچا چاري ڀيشم آهي — جيدرٿ ڪهڙو آهي جنهنجو پيءُ ڪرڪيتر ۾ ويٺو تپ ڪري جنهن پرسرام جي ڪنڊ آهي اُها ڪنڊ ڪهڙي آهي جڏهين پرسرام ايڪيهه دفعه کترين کي ماريو آهي اُنهن کترين جي رت سان اُها ڪنڊ ڀريل آهي اُنهيءَ ڪنڊ ۾ جيدرٿ جو پيءُ ويٺو تپ ڪري ۽ هيءَ ڪامنا اٿس ته جيڪو منهنجي پٽ جو سر ويندو ته اُنهيءَ جو سر به ڏرتيءَ تي ڪرندو اهڙو ته جيدرٿ آهي ۽ ڪرن

